

جو سج
آسمان تي
هو، زمين تي
جگمگائيندو

پندرنهن وار

# صبح ٿيندو

حيدرآباد

Ph: 784377

وطن دوست
انقلابي راهه
روشن
ڪندڙ
مشعل


ايڊيٽر: عزيز ٽالپر | سال پهريون، شمارو 4،3 - اپريل 1996ع | اسسٽنٽ ايڊيٽر: فضا قريشي





هي رسالو انچارج پبليڪيشن گل حسن ڪوسي سردار پرنٽنگ پريس گاڏي کاتي، حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

رابطي لاءِ پندرنهن وار صبح ٿيندو عزيز منزل، ويجهو حيدر چوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد. قيمت: 00-6 روپيا


## درسگاهن مان دهشتگردي بند ڪريو! بند ڪريو!


ڪمپوزنگ: اسلم کتري (ڪمپيوٽر سٽي، گاڏي کاتو، حيدرآباد)

ايشيا جي بهادر ۽ پاڪستان جي واحد عورتن جي انقلابي تنظيم "سنڌياڻي تحريڪ" پاران 22- مارچ 1996ع تي بسنت هال حيدرآباد ۾ "ڪارو ڪاريءَ جو ڪهري قانون ۽ رواج ختم ڪريو" سيمينار ۾ پيش ڪيل رپورٽ

# ڪارو ڪاريءَ جو ڪهري قانون ۽ رواج بند ڪريو

سال 1995ع ۾ ڪارو ڪاريءَ جي دستور جي آڙ ۾ 180 قتل ٿيا جن مان 152 واقعن جي ٿاڻن تي رپورٽ ٿي

28 واقعن جي ڪنهن به ٿاڻي تي رپورٽ ڪونه ٿي. جن جي رپورٽ داخل ڪئي وئي انهي ۾ 109 مارجي ويل عورتون آهن

مردن جي جان بخشي عيوض قاتل سندن ڀيڻن، نياڻين يا ڀائٽين سان شاديون رچايون آهن

29 عورتون وڏيرن ۽ سردارن وڪرو ڪري 40,000 هزارن کان 80,000 هزارن عيوض ٻي هنڌ پرڻائي ڇڏيون

35 عورتون وڏيرن جي ڪوٽن ۾ قيد آهن جن کي هو پنهنجي هوس پوري ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري رهيا آهن

زاهده شيخ

ڪارو ڪاريءَ جهڙي وحشي، قاتل ۽ انسانيت دشمن دستور هن وقت تائين ڪيترين ڪلندڙ ٽڙندڙ زندگين سدائين لاءِ موت جي اونداهين غار ۾ اڇلي ڇڏيون آهن، تنهن جو صحيح انگ ڳڻائڻ ذري گهٽ ناممڪن آهي. ڇو جو هڪ ته اسان کي رڪارڊ رکڻ جي عادت ڪانهي ۽ ٻيو ته هن مڪروه الزام هيٺ ڪيئين قتل ان دستور جي نالي جهڙين ڪارين روايتن جي پيٽ ۾ ايڏي ته خاموشيءَ سان ڪيا ويندا آهن جو انهن واقعن جي سڻس به ٻڌڻ ۾ نه ايندي آهي. اڄ اسان سنڌياڻي تحريڪ طرفان ڪاروڪاري جي الزام هيٺ ٿيل قتلن جي واقعن بابت اخباري رپورٽن مان حاصل ڪيل انگن اکرن مطابق رپورٽ پيش ڪري رهيون آهيون. هيءَ رپورٽ تيار ڪرڻ لئه اسان جن اخبارن جي مدد ورتي آهي. انهن ۾ روزانه "برسات"، "سنڌ"، "ڪاوش" ۽ "عبرت" اخبارون شامل آهن. هن رپورٽ جا ٻه حصا آهن: پهرين حصي ۾ سال 1995ع ۾ جيڪب آباد، سکر، شڪارپور ۽ گهوٽڪي ضلعن اندر ٿيل ڪارو ڪاري جي واقعن جي مختصر رپورٽ آهي. ٻئي حصي ۾ 1996ع جي اوائلي مهينن يعني جنوري فيبروري مهينن ۽ مارچ جي 15 ڏينهن جي اول انگن اکرن ۾ مختصر رپورٽ ۽ پوءِ تفصيلي رپورٽ شامل آهي.

## سال 1995ع جي رپورٽ

سال 1995ع ۾ جيڪب آباد، سکر، شڪارپور ۽ گهوٽڪي ضلعن اندر ڪارو ڪاريءَ جي دستور جي آڙ ۾ 180 قتل ٿيا جن مان 152 واقعن جي ٿاڻن تي رپورٽ ٿي ۽ 28 واقعن جي ڪنهن به ٿاڻي تي رپورٽ ڪونه ٿي. جن واقعن جي رپورٽ داخل نه ٿي، اهي سڀ عورتون هيون. جن واقعن جي رپورٽ داخل ڪئي وئي انهي ۾ 109 مارجي ويل عورتون آهن. انهن ڪيسن جي جوابدارن مان 65% جوابدار ضمانت تي آزاد آهن ۽ انهن مان ڪيترن ئي جوابدارن ڪاري جي تهمت لڳل مردن جي جان بخشي عيوض سندن ڀيڻن، نياڻين يا ڀائٽين سان شاديون رچايون آهن. ٻئي پاسي گذريل هڪ سال ۾ ڪاريءَ جي تهمت لڳل 64 عورتن کي سندن وارثن پاران ڳاڙهي ڪري وڏيرن ۽ سردارن جي ڪوٽن حوالي ڪيو ويو. جن مان 29 عورتون وڏيرن ۽ سردارن وڪرو ڪري 40,000 هزارن کان 80,000 هزارن عيوض ٻي هنڌ پرڻائي ڇڏيون ۽ ورتل رقم مان رڳو 20% رقم وارثن کي ملي. 35 عورتون بدستور وڏيرن جي ڪوٽن ۾ قيد آهن جن کي هو پنهنجي هوس پوري ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري رهيا آهن. 5 عورتون سکر، گهوٽڪي ۽ خيرپور ضلعي جي ڪجهه پراڻين گادين جي سجاده نشين جي ڪوٽن ۾ موڪليون ويون جتي هي ٻانهين واري زندگي گذاري رهيون آهن.

1996 جي گذريل اوائلي مهينن جي اخباري رپورٽن مطابق، انهي عرصي ۾ ڪارو ڪاريءَ جي دستور هيٺانئڙ پيش آيل ڪل 42 واقعن ۾ 66 زندگيون ڪهاڙين، بندوقن، پستولن، خنجرن ۽ ڪاتين جو کاڄ بڻيون. انهن مان 39 عورتون هيون جڏهن ته 27 مرد هئا. قتل ٿيلن مان 9 عورتون ۽ 10 مردن ڪل 19 جون تعلق ضلعي جيڪب آباد سان، 8 عورتن 6 مردن ڪل 14 جو تعلق ضلعي شڪارپور سان، 3 عورتن 2 مردن ڪل 5 جو تعلق لاڙڪاڻي سان، 4 عورتن 5 مردن ڪل 9 جو تعلق سکر سان، 3 عورتن 1 مرد ڪل 4 جو تعلق خيرپور ضلعي سان، 4 عورتن 1 مرد ڪل 5 جو تعلق نوابشاه سان، 1 عورت 1 مرد ڪل 2 جو تعلق دادو سان، 2 عورتن جو تعلق سانگهڙ سان، 2 عورتن جو تعلق ميرپورخاص سان، 2 عورتن جو ڪراچيءَ سان، 1 عورت جو ضلعي ٺٽي سان ۽ 1 مرد جو نوشهري فيروز سان تعلق هو.

## تفصيلن مطابق

5-جنوريءَ تي قمبر لڳ ڳوٺ غوث بخش چانڊيي ۾ پنهل چانڊيي ڪارنهن جي الزام ۾ علي شير چانڊيي مٿان بندوق جا فائر ڪري کيس ماري ڇڏيو.

11-جنوريءَ تي هڪ ئي رات ۾ شڪارپور ۾ ڪارنهن جي الزام هيٺ 6 ڄڻن کي قتل ڪيو ويو. جن مان سلطان پور پوليس ٿاڻي جي حد ۾ علي گل ڪاڪي پوٽي پنهنجي ڀيڻ شمشاد ۽ اختيار کي بندوق جا فائر ڪري قتل ڪري ڇڏيو. همايون پوليس اسٽيشن جي حد ۾ نياز احمد ۽ فاطمه جمالي کي ماريو ويو ۽ رستم ٿاڻي جي حد ۾ رمضان پنهنجي سؤٽ صاحبه ۽ عبدالرسول چانڊيو کي ڪهاڙين سان ۽ بندوق جا فائر ڪري ماري ڇڏيو.

13-جنوريءَ تي ڪراچي جي T.P.X ٿاڻي جي حد ۾ نور محمد پنهنجي 25 سالن جي زال نسيم کي تيز ڌار واري اوزار سان قتل ڪري ڇڏيو. مقتوله نسيم 4 ٻارن جي ماءُ هئي.

17-جنوريءَ تي جيڪب آباد شهر ۾ داد محمد قمبراڻي ڪارنهن جي شڪ ۾ پنهنجي زال سدوري کي بندوق جا فائر ڪري قتل ڪري ڇڏيو ۽ ڪاري جي شڪ ۾ قادر بخش قمبراڻي تي دوستن سان گڏجي حملو ڪيو ۽ جوابي فائرنگ ۾ سندس دوست مارجي ويو.

19-جنوريءَ تي ڪنڌڪوٽ جي ڪچي واري علائقي سيفل چاچڙ ۾ شاهنواز چاچڙ زال زهده ۽ گلڻ چاچڙ کي ڪارنهن جي الزام ۾ قتل ڪري ڇڏيو.

شڪارپور لڳ ڳوٺ ٻُرڙي ۾ ڪارنهن جي الزام ۾ 65 سالن جي سبحان کي غوطا ڏياري ماريو ويو. سکر جي وستي جيوت شاهه لڳ هڪ ڳوٺ ۾ احمد علي سنڌس سائيءَ جي مدد سان پنهنجي زال فاطمه ۽ علي بخش کي ڪارنهن جي الزام ۾ قتل ڪري ڇڏيو. رستم ٿاڻي جي حد ۾ لاڙڪاڻي جو رهواسي غوث بخش چانڊيو پنهنجي دوست غلام رسول ڪورائي وٽ مهمان ٿي آيو ته غلام رسول ڪورائي جي مامي غلام رسول جي زال 17 سالہ سدوران ۽ مهمان غوث بخش چانڊيي کي ڪارنهن جو الزام ڏيئي پستول جا فائر ڪري قتل ڪري ڇڏيو.

22- جنوريءَ تي شاهپور چاڪر جي ڪامل شاهه ڪالوني ۾ ڇهه مهينا اڳ ڪنوار ٿيل 16 سالہ نينگري شاهه خاتون ۽ 13 سالہ آمنه خاتون کي شاهه خاتون جي مڙس رفيق ۽ امير خاصخيلي قتل ڪري ڇڏيو.

ڪاري جي تهمت لڳل شخص جي جان بخشي عيوض خاصخيلن پاران چانڊين ڪان ٻه سنگ ڳهريا ويا.

26-جنوريءَ تي ڳڙهي خيرو کان 7 ڪلوميٽرن تي ڳوٺ الهندو جمالي ۾ ڪاريءَ جي الزام هيٺ دين محمد جمالي پنهنجي ڀيواهه ياچائي ارباب خاتون کي بندوق جا فائر ڪري ختم ڪري ڇڏيو. ڪاري جي تهمت لڳل شهمير جمالي ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. واردات وقت ماڻ جي هنج ۾ ويٺل چار سالہ زرينه خوف ۽ هراس وچان ٻني ڏينهن مري وئي.

پير جي ڳوٺ پرسان ماڇرون وڏا پوليس اسٽيشن جي ڳوٺ حاجي شاهه ۾ حبدار علي پنهنجي زال آمنت کي بندوق جا فائر ڪري قتل ڪري ڇڏيو.

سڪي غلام شاهه ٿاڻي جي حد ۾ ڳوٺ چوٽياڻو جي جيئند شيخ پنهنجي 20 سالہ زال منظوران کي ڪارنهن جي الزام ۾ پستول سان فائر ڪري قتل ڪري ڇڏيو.

ڪاري جي تهمت لڳل ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. جڏهن ته منظوران جي ڀاءُ محمد شريف جيئند شيخ تي قتل جو ڪيس داخل ڪيو آهي.

ڳڙهي خيرو کان 3 ڪلوميٽر پري عمراڻي قبيلي جي 20 هٿياربندن ڳوٺ گلاب خان جمالي تي حملو ڪري ڏنو، جنهن ۾ اسلام خاتون ۽ ڪالو خان فوت ٿي ويا ۽ علودو خان زخمي ٿي پيو. بخشل عمراڻي جي اڳواڻي ۾ آيل هٿياربندن ڪالو خان جي ڀاءُ اسلام جمالي کي مارڻ ٿي گهريو. جنهن سان هن پنهنجي هڪ عورت کي ڪاري ڪري ماريو هو. ٻن ڪلاڪن جي فائرنگ ۾ چار هزار گوليون هلايون ويون. ان حملي ۾ هڪ ڍڳي ۽ هڪ ٻڪري ٻه مري ويون. رستم ٿاڻي جي حد ۾ ٻيءَ پنهنجي پٽ سان گڏجي 45 سالن جي زال کي ڪهاڙين سان ڳڀاڳڀا ڪري ڇڏيو ۽ ڪجهه ڏينهن اڳ پاڻ سان وڙهيل هڪ شخص تي ڪاري هجڻ جي تهمت لڳايائين.

31-جنوري: تعلقي سڪي غلام شاهه جي ڳوٺ راڄو لهاڻي ۾ الله بخش لهاڻي پنهنجي ڀيءُ نياز احمد لهاڻي سان گڏجي پنهنجي ماءُ بختاور کي ڪاريءَ جي شڪ ۾ ڪهاڙين جا وار ڪري ماري ڇڏيو ۽ ڪاري جي شڪ ۾ الله بخش کي پستول جا فائر ڪري زخمي ڪري ڇڏيو.

1-فيبروري: پير جي ڳوٺ لڳ ڪرڙ ڦلپوٽي ۾ غلام نبي ڦلپوٽي پرهه ڦٽي ويل ڪارنهن جي شڪ ۾ گل حسن ڦلپوٽي کي ڪهاڙين جا وار ڪري قتل ڪيو.

ڪراچي جي پيرآباد ۾ شڪ جي بنياد تي هڪ ڀاءُ پنهنجي ڀيڻ زيارت بيبي کي قتل ڪري ڇڏيو.

9-فيبروري: نوشهرو فيروز جي 25 سالہ پهو چانڊيي کي شڪ هو

ته ضمير هيسباڻي جا سنڌس ڀيڻ سان ناجائز تعلقات هئا. شڪ جي آڌار تي هن چار ساٿي ساڻ ڪري ڳوٺ فقير آدم علي هيسباڻي جي گيٽ وٽ پهچي اتان گذرندڙ ضمير هيسباڻي تي فائرنگ ڪئي جنهن جي جواب ۾ ضمير هيسباڻي جوابي فائرنگ ڪري پهو چانڊيو کي ماري ڇڏيو.

12-فيبروري: خيرپور جي ڳوٺ احمد پور پرسان ڳوٺ لوڏي ۾ غلام حسين پنهنجي زال زهره کي ڪاري هئڻ جي شڪ ۾ گهٽا ڏيئي ماري ڇڏيو.

14-فيبروري: ڳڙهي خيرو جي مولاداد ٿاڻي جي حد ۾ ڳوٺ شير علي جي دائر جکراڻي پنهنجي 18 سالن جي ڀيڻ ۽ ويهه سالن جي ڇوڪري ظريف جکراڻي کي ڪاري جي الزام ۾ قتل ڪيو.

16-فيبروري: ڳڙهي خيرو جي پنهون پيتي ٿاڻي جي حد ۾ ڳوٺ بهارو ڪوکر ۾ مهر علي جکراڻي پنهنجي زال سليمه ۽ نور حسن جکراڻي کي ڪارنهن جي الزام ۾ قتل ڪري ڇڏيو.

18-فيبروري: ڪوٽ غلام محمد جي ڳوٺ ديهه 328 ۾ سخي پيل پنهنجي زال سدوري کي شڪ جي بنياد تي ڪهاڙين جا ڌڪ هڻي مرڻينگ ڪري ڇڏيو.

19- فيبروري: سڪرنڊ پرسان نظير احمد بندوق جا فائر ڪري پنهنجي 26 سالن جي زال حڪيمه زادي کي قتل ڪري ڇڏيو.

20-فيبروري: علي مردان مگسهار پنهنجي نوجوان ڀاڻيءَ انيس بانو کي امتياز مگسهار سان ڪاري ڪري ڪاتي سان ذبح ڪري ڇڏيو. امتياز چيو: "مون ۽ انيس 6 مهينا اڳ شادي ڪئي هئي ۽ اهڙو قسم نامو انيس بانو مختيار ڪار صالح پٽ وٽ ڏنو هو." "هن چيو ڪالهه جڏهن آءُ پنهنجي زال سان ملڻ ويس ته جوابدار منهنجي مٿان سٽا فائر ڪيا پر آءُ ڀڄي نڪتس ۽ جوابدار منهنجي زال کي بيگناهه قتل ڪيو آهي ۽ اي سيڪشن پوليس مون کي بنا جواز گرفتار ڪيو آهي ۽ ثبوت طور مون وٽ نڪاح نامو موجود آهي."

24 فيبروري- ڪوٽ غلام محمد لڳ مهاجر ڳوٺ ۾ هڪ فوجي اعظم علي قائم خاني پنهنجي نوجوان زال نسرين کي گهٽا ڏيئي ماري ڇڏيو ۽ پاڻ فرار ٿي ويو. شهداد ڪوٽ جي باقرآباد پاڙي ۾ نور محمد عملاڻي پنهنجي زال اقبال خاتون ۽ غلام رسول جماليءَ کي ڪهاڙين جا وار ڪري قتل ڪري ڇڏيو. مقتوله اقبال خاتون ڇهن ٻارن جي ماءُ هئي.

شڪار پور جي نيو فوجداري ٿاڻي جي حد ۾ ڳوٺ تريل پرسان سعدالله بروهي ارڙهن سالن جي زال مرداڻ ۽ عبدالرزاق بروهيءَ کي ڪارو ڪاري جو الزام هڻي قتل ڪري ڇڏيو. جوابدار ڀڄي ويو.

29 فيبروري - ميران پور برڙو ٿاڻي جي حد ۾ ڳوٺ عبدالرحيم بنياٽي جي بيگ بروهي پنهنجي 28 ورهين جي چاچي دُرخاتون ۽ گهر آيل آبه گر بلوچستان جي مهمان جکاڻي رند کي ڪارو ڪاري جي شڪ ۾ قتل ڪري ڇڏيو.

ڳڙهي خيرو ٿاڻي جي حد ۾ محمد پناهه بروهي ڳوٺ لڳ 4 هٿيار بندن، ماستر مسعود کي ڪاري جي شڪ ۾ قتل ڪري ڇڏيو.

2 - مارچ 96: پيان لڳ هڪ ڳوٺ ۾ ٽي ڄڻا بندوق هٿ پنهنجي سڳي ماسات کي ڪارو ڪري ماري ڇڏيو. بعد ۾ سنڌن ماءُ الزام پنهنجي مٿان کڻي چيو ته : "مون پنهنجي ڀاڻيجي کي پنهنجي ڌيءُ زيبا سان ڪارو هئڻ جي الزام ۾ قتل ڪيو آهي." قاتل جي ماءُ سوني پاڻ مٿان الزام کڻڻ جي ڪوشش ڪري بندوق سوڍي ٿاڻي تي پيش پئي.

تاج ڪالوني نوابشاهه ۾ ٻن سڳن ڀائرن مختيار ۽ منشا پٽيءَ خنجرن

جا وار ڪري 25 سالن جي سوڙت راڻيءَ ۽ 25 سالن جي پُٽاڻ رضيه کي ڪارنهن جي شڪ ۾ قتل ڪري ڇڏيو.

ڳڙهي خيرو جي باهو ڪوسو پوليس ٿاڻي جي ڳوٺ عبدالڪريم ڪنبراڻيءَ ۾ ياڻي خان مرهٽي پنهنجي گهر واريءَ سان ڪارو هئڻ جي شڪ ۾ عبدالڪريم لاشاريءَ کي قتل ڪري ڇڏيو. جڏهن ته سندس زال پاڙي واري گهر ۾ پناهه وٺي جان بچائي.

4 - مارچ 69: ڏهرڪي جي صدر پوليس ٿاڻي جي حد ۾ ڳوٺ سارنحو ۾ 10 ڄڻن محمد فاضل راڄڙي ۽ مسمات الهورائي شر کي قتل ڪري ڇڏيو.

6 - مارچ: سکر جي ڳوٺ ڇاماهيءَ ۾ رات جو صدر الدين اوڍاڻيءَ کي نماز پڙهندي ڪارنهن جي شڪ ۾ 5 هٿيار بندن قتل ڪري ڇڏيو.

گنجو ٽاڪي جي حد ۾ قبول شر ۽ الهوڏائيءَ کي قتل ڪيو ويو.

سيوهڻ ريلوي اسٽيشن لڳ بلاول لاشاريءَ ڪارنهن جي شڪ ۾ پستول جا فائر ڪري پنهنجي زال نجمه لاشاري ۽ اشرف عرف شرفو کي ماري ڇڏيو. ذريعن موجب هن ڪجهه دوستن جي مدد سان نجمه ۽ ڪنهن معاملي تان وڙهيل اشرف کي هڪ هفتو اڳ پڪڙي سيوهڻ ۾ لڪائي دادو ٿاڻي تي نجمه جي پيءُ جيوڻ ذريعي اشرف سان پڇي وڃڻ جو ڪيس داخل ڪرايو هو ۽ اڳاري ڏينهن ڪارنهن جو شڪ ڏيکاري ڪين ماري ڇڏيو. جڏهن ته جيوڻ لاشاريءَ جوابدار بلاول ۽ سندس ياٽرن کي قرآن جهوليءَ ۾ وڌو ته نجمه کي نه ماريو، نجمه جي ڪين پسند ناهي ته ڪيس طلاق ڏئي ڇڏيو. لاشن جو پوسٽ مارٽم ڪندڙ انچارج ڊاڪٽر معين الدين صديقيءَ ٻڌايو ته سندن جسم تي تشدد جا نشان به هئا. ڳوٺاڻن جي چوڻ مطابق دفنائڻ مهل هن ڏنو ته نجمه جو ڪنڌ ۽ اشرف جي ٻانهن ڀڳل هئي. راڄوڻي فيصلي ۾ ٻنهي کي بي ڏوهي قرار ڏنو ويو. ملوث جوابدارن کي قرآن تي بخش ڪري ٻنهي ڌرين ۾ ناهه ڪرايو ويو ۽ واضح ڪيو ويو ته ڇوڪرو ۽ ڇوڪري سيوهڻ شادي ۾ ويل هئا ۽ پويان معاملي کي غلط رنگ ڏنو ويو. فيصلو ڪندڙ رئيس عبدالرحمان لاشاريءَ واقعي ۾ ملوث چار ماڻهو ظاهر ڪيا پر انهن کي پوليس حوالي نه ڪيو.

7 - مارچ: لاڙڪاڻي جي عظيم شاهه پاڙي ۾ ولي محمد عمراڻيءَ ڪارنهن جي الزام ۾ پنهنجي زال رقيه خانم ۽ سڳي ڀيڻ سڪينه کي گهٽا ڏيڻ ڪانپوءِ مٿي هٿيار سان ڪنڌ ڇٽي ماري ڇڏيو.

12- مارچ: ڪوٽڏيجي جي ڳوٺ راهب شيخ پرسان ڪارنهن جو الزام لڳائي در محمد ۽ اشرف خاتون کي قتل ڪيو ويو. قتل ٿي ويل دُر محمد جي پاءُ دائم چيو ته منهنجو ڀاءُ جبل جي ڪٽائيءَ وارن مزدورن جي جمعداري ڪندو هو. ڪيس ست معصوم ٻار آهن. جڏهن ته فوتڻ جي ڀاءُ چيو ته قاتل ڦاهيءَ جي ڦندي کان بچڻ لاءِ منهنجي ڀيڻ کي ڪاري ڪري ماريو آهي. هن جا چار ٻار آهن.

13 - مارچ: چوهڙ جماليءَ کان 12 ڪلوميٽر پري ڇڄ جهان خان ۾ رمضان سمي پنهنجي زال سومريءَ کي ڪهاڙين جا ڌڪ هڻي قتل ڪري ڇڏيو.

15 - مارچ 1996: ڳڙهي خيرو جي ميران پور ٻرڙو پوليس اسٽيشن ۾ مولابخش سناڻي ۽ علي نواز سناڻي بندوق جا فائر ڪري پنهنجي 18 سالن جي ڀيڻ راڄ بيبيءَ کي ۽ 24 سالن جي شاهه محمد بروهيءَ کي قتل ڪري ڇڏيو.

امداد حسيني

## هوءَ جا ڪاري ٿي ويئي

هوءَ جا اڇي ڪير هئي
هوءَ جا ڪاري ٿي وئي
رت رتي ان عنوان سان
منڊم جي تي نظم لکان
پني تي هڪ زخم لکان
زخم وچرجي گهاءُ ٿئي
ڪوي انهيءَ کي ڪٿي جئي
هڪڙو گهاءُ ٻيو به سهي

هوءَ ڪڻڪ جي پُوٽي هئي
ڪونئري جهڙي ڪُوٽي هئي
هوءَ جا ڪاري ٿي وئي
ان ڪونئري ڪاري ڪنيا تي
منڊم جي تي نظم لکان
پر جي اهڙي سِٽَ لکان
ڪاري ڪٿ مس جي بدران
جا لکجي لڙڪ لهو سان!

روپي رُوپَ سَرُوپَ هئي
هوءَ جا ڪاري ٿي وئي
اهڙيءَ اهلا ناريءَ تي
منڊم جي تي نظم لکان
ڪيس ڏسي ٿو سوچان
اهڙي ڪنهن نظم لکڻ مان
آخر ورندو سرندو ڇا؟
اهڙي سچلي سِٽَ سٽا
ڪوئي ڪٿان آڻي جيڪا
ميندا هُن جنن ويڙهيا ها!

هوءَ جا اڇي ڪير هئي
هوءَ ڪڻڪ جي پوٽي هئي
روپي رُوپَ سَرُوپ هئي
چوڏهينءَ جي چانڊوڪي هئي
هوءَ جا ڪاري ٿي وئي!